ڏُکيو ماڙهُو اَهان، آن جِڪِين مين پيڙو ڪو ڪريو اَهي، او هُون ڪٽان تو، آن جِڪِين مين پوکيو ئي ڪو اَهي، او هُون لُٽان تو، ⑳تو پڇي مانهجا پئِيسا بئنڪ مِه ڪِي ڪو رکيا؟ اِين ڪرڻ سين مِنا وڙي آڻ ري تاٽي وياج تہ جُڙيو هونت.' ㉔پڇي جِڪو اُٿ پيٽل هتا، اُوئان نا راجا ڪهيو تہ، 'اِيئي وتا او هيڪ سِڪو ڦُڙي ليو، آن اُوئي ڏسان سِڪان واڙي نا ڏي چڏو.'

㉕تڏهين اُوئان ڪهيو تہ، 'سائِين، اُوئي وٽ تہ ڏس سِڪا اَگي اَهين.

㉖تو راجا ڪهيو تہ، 'هُون اَوهان نا ڪهان تو تہ جِڪي وٽ ڪينهڪ اَهي، اُوئي نا وڌِيڪ ڏِنو جاسي. پڻ جِڪي وٽ ڪِينهہ ڪو اَهي، اُوئي وتا او پڻ ليو جاسي جِڪِين اُوئي وٽ اَهي.

㉗پڻ مانهجا او دُشمن جِڪان رِي مرضِي ڪو هتِي تہ هُون اُوئان تي راج ڪران، اُوئان نا اِٿ تيڙي آئو، آن مانهجي اَنکيان اَگيا قتل ڪرو.'

## يرُوشلم شهر مِه يِسُوع رو پڇاڙِي واڙو هفتو

### يِسُوع رو يرُوشلم شهر نا نيڙو عِزت سين پُڄڻ

(متِي 1:21-11، مرقس 1:11-11، لُوقا 28:19-40، يُوحنا 12:12-19)

㉘پڇي يِسُوع اي واتين ڪري اَگهو وڌي يرُوشلم شهر سمهون هلڻ لگو. ㉙جڏهين او جيتُونَ نان ري جبل وٽ بيت فگي آن بيت عنياه گامان نا نيڙو آيو، تڏهين آپري چيلان مان ٻِيان نا اِين ڪهي ميلهيا تہ، ㉚'سمهلي گان جائو، آن جِين اَوهِين اُٿ پُجسو، تو هيڪ ڪودو ٻڌل ڏيکسو، جِڪي تي اَجان ڪوئِي ماڙهُو ڪو چڙهيو اَهي.



او چوڙهي اُرهو لي آئو. ⑶١ جي اَوهان نا ڪوئي پُڇي، ته 'اِيئي نا ڪِي تا چوڙهو؟'، تو اَوهين ڪهيا ته، 'اي پريُو نا ڪپي تو.''

⑶٢ پڇي ميلهيَل چيلان اُٿ جائي ڎِٺو ته يِسُوع جين ڪهيو تو، اِين رو اِين اَهي. ⑶٣ جڎهين اُوئان ڪودو چوڙهيو پي، تڎهين اُوئي ري ڎڻيان پُڇيو ته، 'اِيئي نا ڪِي تا چوڙهو؟'

⑶٤ اُوئان ڪهيو ته، 'اي پريُو نا ڪپي تو.' ⑶٥ پڇي او ڪودو يِسُوع وٹ لي آيا، آن اُوئي تي آپرا ٹوئال رکي يِسُوع نا متي چاڙهيانتي. ⑶٦ جڎهين يِسُوع چڙهي رَوانو ٿيو، تڎهين ماڑهُوَ آپرا ٹوئال وِڇي تي وِچاتا پي گيا.

⑶٧ پڇي يِسُوع اُوئي جگها نا نيڑو آئي پُگو جِٹ وِڇو جيتُونَ نان ري جبل وٽا هيٺو جائي تو. اُٹ چيلان رو سجو ميڙ خُوش ٿي وڎي آواز سين اِيشوَر ري واڪاڻ ڪرڻ لگو، ڪِي ته اُوئان يِسُوع را وڎا ڪم ڎِٺا تا. ⑶٨ اُوئان ڪهيو پي ته،



'اِيشوَر رِي آسِيس اِيئي راجا تي هوئي،
جِڪو پريُو اِيشوَر ري نان سين آئي تو.
آڪاس ۾ سُک تي،
آن سرگ ۾ اِيشوَر رِي واڪاڻ.'*

39 اُوئي ميڙ مان فرِيسِي ٽولي ري ڪينهڪ ماڙهُوئان يِسُوع نا ڪهيو تہ، 'گرُو جِي، اَوهانجي چيلان نا ماٺ ڪرائو.'

40 تڏهين يِسُوع ڪهيو تہ، 'هُون اَوهان نا يقِينَ سين ڪهان تو تہ جي اي ماٺ ٿيا، تو جِڪو پٿر اَهين، او پڻ زور سين ٻولسين.'

## يِسوع رو يرُوشلم شهر سارُون روڻ

41 جڏهين يِسُوع يرُوشلم نا نيڙو آيو، تڏهين شهر نا ڏيکي اُوئي سارُون گهڻو روڻ لگو، 42 آن ڪهيانتي تہ، 'اي يرُوشلم واڙان، جي اَوهان رُڳو اَجوڪي ڏينهہ او واتين اوڙکين هونت جڪو سُک ڏيئين تين، تو تمام سُٺو ٿيو هونت. پڻ هي او واتين اَوهانجي سمجھ سين ٻاهر اَهين.

* زبُور 118:26 پڙهو

43 ڪِي تہ ايھڙا ڏِينھ اَوھان تي آسين، جڏھين اَوھانجا دُشمن اَوھانجي چاري پاسي گھيرو ڏي مورچا ٺاھسين، آن اَوھان نا سجان پاسان سين سوڙا ڪرسين. 44 اَوھِين جِڪو شھر ۾ رھو تا، اَوھانجا دُشمن اَوھان نا پٽ سين ھٽي ماري چڏسين، آن اَوھانجي شھر نا اِين ناس ڪرسين جو ڪوئِي پٿر آپرِي جگھا تي ڪِنھِي رھي. ڪِي تہ اَوھان او ٽاٽو ڪو اوڙکيو جڏھين اِيشوَر اَوھان نا بچاڻ سارُون آيو تو.

## يِسُوع رو وڏي مندر ۾ جاڻ

(متِي 21:12–17، مرقس 11:15–19، لُوقا 19:45–48، يُوحنا 2:13–22)

45 اُوئي سين پڇي يِسُوع وڏي مندر ۾ گيو، آن اُٿ جِڪو ڏيتِي ليتِي ڪرتا، اُوٺان نا ٻاھر ڪيڻ لگو، 46 آن ڪھيانتي تہ، 'شاستر ۾ لِکيَل اَھي تہ

'مانھجو گھر دُعا منگڻ رو گھر تيسي.'*

پڻ اَوھان اِيئي نا ڏاڙيلان رو اَڏو ٺاھي چڏيو اَھي.'

47 پڇي يِسُوع ھر روز وڏي مندر ۾ جائي سِکاڻ لگو. پڻ جِڪو وڏا پُوجارِي، پندت آن اِسرائيلِي قوم را وڏا ماڙھُو ھتا، او يِسُوع نا مارڻ رِي ڪوشِش ڪرتا رھيا. 48 پڻ اُوٺان نا اِين ڪرڻ رو وجھ ڪو تي جُڙيو، ڪِي تہ سجا ئي ماڙھُو يِسُوع رين واتين ڪن ڏي سنيڙتا.

## يِسُوع ري ڪم ڪرڻ ري حق ري باري ۾ سوَال

(متِي 21:23–27، مرقس 11:27–33، لُوقا 20:1–8)

20 1 اُوٺان ئيج ڏِينھان ۾ ھيڪ ڏِينھ يِسُوع وڏي مندر ۾ ماڙھُوئان نا سِکايو پي، آن خُوشخبرِي پي سنيڙا يانتي.

* يسعياه 56:7 پڙھو

تڏهين ڪِي ٿيو تہ وڏا پُوجارِي، پنڊت، آن اِسرائيلِي قومہ را اَگواڻ اُوئي وٽ آئي پِيتا، ②آن پُڇيانتي تہ، 'اَوهان نا اي ڪمہ ڪرڻ رو ڪيهڙو حق اَهي؟ آن اَوهان نا اي حق ڪي ڏِنو اَهي؟'

③اِيئي تي يِسُوع اُوئان نا ڪهيو تہ، 'هُون پڻ اَوهان نا هيڪ وات پُڇان تو. اَوهِين مِنا اي سنيڙائو، ④تہ يُوحنا اِيشوَر ري طرف سين پَوِيتر سِنانَ ڏيتو، يا ماڙهُوئان ري طرف سين؟'

⑤تو او آپت ہِ ڪهڻ لگا تہ، جي آپِين اِين ڪهسان تہ 'اِيشوَر ري طرف سين'، تو اي آپان نا ڪهسي 'تو پڇي اَوهان اُوئي رِي وات ڪِي ڪو مڃِي؟' ⑥آن جي آپِين اِين ڪهسان تہ 'ماڙهُوئان ري طرف سين'، تو سجا ماڙهُو آپان نا پٿر هٿي ماري چڏسين. ڪِي تہ اُوئان نا پڪ اَهي تہ يُوحنا اِيشوَر رو نياپو ڏيڻ واڙو هتو.' ⑦تو اُوئان ڪهيو تہ، 'اَسان نا خبر ڪو اَهي تہ ڪي ري طرف سين ڏيتو.'

⑧تڏهين يِسُوع اُوئان نا ڪهيو، 'تو پڇي هُون پڻ اَوهان نا ڪِنهِي سنيڙائُون تہ مِنا اي ڪمہ ڪرڻ رو ڪيهڙو حق اَهي.'

## ظُلمِي هاڙيان رو مِثال

(متِي 21:33-44، مرقس 12:1-11، لُوقا 20:9-18)

⑨پڇي يِسُوع ماڙهُوئان نا اي مِثال ڏي ڪهڻ لگو تہ، 'هيڪ ماڙهُو هتو. اُوئي هيڪ اَنگُوران رو باغ پوڪايو. پڇي او باغ هاڙيان نا ٺيڪي تي ڏي آپ گهٽا ڏِينهہ ڪيهِي بِيجي مُلڪ هليو گيو.

⑩جڏهين اَنگُور توڙڻ را ڏِينهہ آيا، تڏهين ڌڻِي هيڪ نوڪر ميلهيو تہ او هاڙيان وٽا اَنگُوران رو حِصو لي آئي. پڻ هاڙيان اُوئي نا ڪُٽي ٺلي هٿي پڇو رَوانو ڪري چڏيو. ⑪پڇي ڌڻِي هيڪ بِيجو نوڪر ميلهيو. پڻ اُوئان اِيئي نا پڻ ڪُٽي بي عِزتِي ڪري ٺلو پڇو

رَوانو ڪري ڇڏيو. ⑫ پڇي ڏٽِي وڙي تِيجو نوڪر ميلهيو. پڻ اُوئان اِيئي نا پڻ ڪُٽيو، آن لوهِيئاڙو ڪري ڏڪِي باغ مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو.

⑬ اِيئي تي باغ ري ڏٽِي ڪهيو تہ، ’هي هُون ڪِي ڪران؟ آپرو پريمِي ڏِڪرو ميلهان. هاڙِي پڪ سين اُوئي رِي عِزت ڪرسين.‘

⑭ پڻ جڏهين هاڙيان ڏٽِي ري ڏِڪري نا آتي ڏِٺو، تڏهين او آپت مِ ڪهڻ لڳا تہ، ’اي تہ باغ رو وارث اَهي. آئو تہ اِيئي نا ماري ڇڏان، پڇي مِلڪيَت آپڻِي تيسي.‘ ⑮ پڇي اُوئان اُوئي نا باغ مان ٻاهر ڪڍي ماري ڇڏيو.

هي باغ رو ڏٽِي هاڙيان نا ڪِي ڪرسي؟ ⑯ او آپ آسي، آن اِيئان هاڙيان نا ماري ڇڏسي. پڇي آپري باغ مِ بِيجا ماڻهُو سنپالڻ سارُون پيچاڙسي.

اي سنيڙي ماڻهُوئان ڪهيو تہ، ’اِين نہ ٿي.‘

⑰ پڻ يِسُوع اُوئان سمهون جوئي ڪهيو تہ، ’جي اِين نہ ٿينت، تو پڇي اِيئي شاستر رِي وات رو ڪيهڙو مطلب اَهي؟

’جِڪو پٿر مِستريان رد ڪري ڇڏيو تو،
او ساڳِي پٿر گهر ري ڪُنڊ مِ سجان سين
ضرُورت واڙو تيو اَهي.‘*

⑱ جِڪو اُوئي پٿر متي ڪِرسي، او ٽُڪرا ٽُڪرا تي جاسي. آن جِڪي متي او پٿر ڪِرسي، اُوئي نا چُورا چُورا ڪري ڇڏسي.‘

## ٽيڪس ڀرڻ ري باري مِ سوال

(متِي 22:15–22، مرقس 12:12–17، لُوقا 20:19–26)

⑲ اُٿ جِڪو پنڊت آن وڏا پُوجارِي هتا، او سمجهي گيا تہ

* زبُور 118:22 پڙهو

يِسُوع اي مِثال اَسانجي باري ۾ ڏِنو اَهي. اِيئي ڪري اُوئان يِسُوع نا اُوئي ئيج تاٽي جهلاڻ رِي ڪوشِش ڪرِي. پڻ او ماڙهُوئان سين بِيهاجيا پي.

⑳ پڇي اُوئان يِسُوع نا اَنک ۾ رکيو، آن اُوئي پُٺيا آپرا چاڙتا ميلهيانتي تہ جِين او آپ نا ڌرمِي ماڙهُو سڏائي يِسُوع نا آپرِي وات ۾ قاسائين، آن پڇي رُومِي راج ڪرڻ واڙي ري حَوالي ڪرين.

㉑ اُوئان چاڙتان يِسُوع نا ڪهيو تہ، 'گرُو جِي، اَسان نا خبر اَهي تہ جِڪِين اَوهِين ڪهو تا آن سِکائو تا او سجو ئي صحِيح اَهي، آن اَوهِين ڪيهِي رو پاسو ڪو تا ڪٽو. پڻ اَوهِين سچ سين اِيشوَر رِي وات ڏيکاڙو تا. ㉒ هي اي سنيڙائو تہ شاستر ري جِين اَسان نا رُومِي راجا نا ٽيکس ڏيڻ ڪپي، يا نہ؟'

㉓ يِسُوع اُوئان رِي چالاڪِي سمجهي گيو، آن اُوئان نا ڪهيانتي تہ، ㉔ 'چاندِي رو هيڪ سِڪو مِنا ڏيکاڙو. اِيئي تي ڪي رو ڦوٽو اَهي، آن ڪي رو نان لِکيَل اَهي؟'

㉕ تڏهين اُوئان ڪهيو تہ، رُومِي مُلڪ ري راجا رو.'

اِيئي تي يِسُوع اُوئان نا ڪهيو، 'تو پڇي جِڪو راجا رو اَهي، او راجا نا ڏيو، آن جِڪو اِيشوَر رو اَهي، او اِيشوَر نا ڏيو.'

㉖ او چاڙتا ماڙهُوئان اَگيا يِسُوع نا آپرِي وات ۾ قاسائي ڪو سگهيا. پڻ اُوئي رِي وڙتِي تي حيرانَ تي ماٺ تي گيا.

## جِيتو ٿي اُٺڻ ري باري ۾ سَوال

(متِي 22:23-33، مرقس 12:18-27، لُوقا 20:27-40)

㉗ پڇي صدُوقِي ٽولي را ڪينهڪ ماڙهُو يِسُوع وٽ آيا. اُوئان رو پڪو ويساهُ هتو تہ مرڻ سين پڇي ماڙهُو وڙي جِيتو ڪو تو ٿي.

اُوئان يِسُوع نا پُڇيو تہ، (28) گرُو جِي، مُوسيٰ آپان سارُون لِکيو اَهي تہ جي کوئِي پرٽيَل ماڙهُو بِنا اولاد مري جائي تو، تو اُوئي رو ڀائِي آپرِي ڀاڀِي نا گهر ہِ بيساڙي، تہ جِين آپري ڀائِي سارُون اولاد ٿي.

(29)تو ست ڀائِي هتا. وڏي ڀائِي شادِي کرِي، آن بِنا اولاد مري گيو. (30)تو بيجي ڀائِي آپرِي ڀاڀِي نا گهر ہِ بيساڙِي، آن او پڻ بِنا اولاد مري گيو. (31)پڇي تِيجي ڀائِي سين پڻ اِين رو اِين ٿيو. اِيئي نمُوني ست ئي ڀائِي اُوئي ساگِي ڏوسِي نا آپري گهر ہِ بيساڙي بِنا اولاد مري گيا. (32)نيٺ او ڏوسِي پڻ مري گئِي.

(33)هي جڏهين اِيشوَر ماڙهُوئان نا جِيتا کري اُٺاڙسي، تو اُوئان ڀايان مان او ڏوسِي کي رِي ٿيسي؟ کِي تہ ستان ئي ڀايان اُوئي نا گهر ہِ بيساڙِي ٿِي.

(34)تڏهين يِسُوع اُوئان نا کهيو تہ، 'اِيئي دُنيا را ماڙهُو پرٽجين تا، آن آپرين نِينگرين پرٽائين تا. (35)پڻ او ماڙهُو جِکان نا اِيشوَر مُئلان مان جِيتا کرڻ جيهڙا آن بيجِي دُنيا ہِ رهڻ جيهڙا سمجهي تو، او اُٿ نِکو پرٽجين تا نِکو ئي آپرين نِينگرين پرٽائين تا، (36)کِي تہ او فرِشتان جيهڙا اَهين، آن کڏهي پرٽجي کو تا سگهين. او اِيشوَر را اولاد اَهين، کِي تہ اِيشوَر اُوئان نا مُئلان مان جِيتا کريا اَهين.

(37)هي مُئلان رو جِيتا ٿي اُٿڻ ري باري ہِ اي وات مُوسيٰ آپ ثابت کري سنيڙائِي اَهي. شاستر ہِ جِٿ ٻرتل ٻُوٽي ري باري ہِ لِکيَل اَهي، اُوئي جگها مُوسيٰ پريُو اِيشوَر نا 'اِبراهِيم، اِضحاق آن يعقُوب رو اِيشوَر'* کهي تو. (38)تو اِيشوَر مُئلان رو نہ، پڻ جِيتان رو اَهي، کِي تہ اِيشوَر ري نظر ہِ او سجا ئي جِيتا اَهين.'

(39)اي سنيڙي کينهک پندتان کهيو تہ، 'گرُو جِي، اَوهِين ٺِيک

* خرُوج 6:3 پڙهو

تا ڪهو.

⑩40 پڇي اُوٺان ۾ يِسُوع وٽا وڌيڪ واتين پُڇڻ رِي هِمت ڪو رهِي.

## اِيشوَر ري چُنديَل مسِيح ري باري ۾ سَوال

(متِي 22:41-46، مرقس 12:35-37، لُوقا 20:41-44)

41 تڏهين يِسُوع اُوٺان نا پُڇيو تہ، 'ماڑهُو اِين ڪِين کهي سگهين تا تہ اِيشوَر رو چُنديَل مسِيح دائُود راجا رو اولاد اَهي؟ 42 ڪِي تہ دائُود آپ آپري يُجنان ري ڪِتاب زبُور ۾ لِکيو اَهي تہ،

'پرڀُو اِيشوَر مانهجي پرڀُو نا کهيو تہ،

مانهجي سُبتي پاسي اُتِي تائِين بيس،

43 جِتِي تائِين هُون تاهجي دُشمنان نا

تاهجي پگان ۾ نہ ناکان.'*

44 جڏهين دائُود آپ مسِيح نا پرڀُو کهي تو، تو پڇي مسِيح اُوئي رو اولاد ڪِين ٿيو؟'

## يِسُوع رو پندتان سين هُوشيار رهڻ رو کهڻ

(متِي 23:1-36، مرقس 12:38-40، لُوقا 20:45-47)

45 تڏهين سجان ماڑهُوٺان ري رُوبرُو يِسُوع آپري چيلان نا کهيو تہ، 46 'پندتان سين هُوشيار رهو. اُوٺان نا ڊِگها گگها پهري ماڑهُوٺان ۾ گهُمڻ رو شونق اَهي. اُوٺان نا اي پڻ شونق اَهي تہ ماڑهُو اُوٺان سين بازاران ۾ عِزت سين نمسڪار ڪرين. بِيجو تہ او مندرانِ ۾ خاص جگهايان تي بيسڻ، آن دعوَتان ۾ عِزت واڙيان جگهايان تي بيسڻ پسند ڪرين تا. 47 او اِين پڻ ڪرين تا جو رنڎول

---

* زبُور 110:1 پڑهو

ڏوسيان را گھر ڦُڙين تا، آن آپ نا سُٺا ثابت ڪرڻ سارُون وڏين وڏين دُعائين منگين تا. ايھڙان ماڙھُوئان نا تمام گھٽِي سزا جُڙسي.'

## هيڪِي رنڌول ڏوسِي رو ڏرم دانَ

(مرقس 12:41–44، لُوقا 21:1–4)

21 ①پڇي يِسُوع متي جويو تہ اُوئي ڪينھڪ شاھُوڪار ماڙھُوئان نا وڏي مندر ہِ ڏِيا جِڪان ڏرم دانَ واڙيان پيتيان ہِ دانَ پي ناکيو. ②اُوئي هيڪِي غرِيب رنڌول نا پڻ ہہ آنا ناکتي ڏِيِي. ③تڏھين يِسُوع چيلان نا ڪھيو تہ، 'ھُون اَوھان نا سچ تو کھان تہ اِيئي غرِيب رنڌول ڏوسِي سجان سين گھٽو دانَ ڏِنو اَھِي. ④ڪِي تہ اُوئان سجان آپرِي بچت مان دانَ ڏِنو اَھِي. پڻ اِيئي رنڌول ڏوسِي غرِيبِي ہِ جِڪو پڻ اِيئي وٹ ھتو، او دانَ ڏي چڏيو.'



## يِسُوع رو وڏو مندر ناس ٿيڻ ري باري ۾ سنيڙاڻ

(متِي 24:1–2، مرقس 13:1–2، لُوقا 21:5–6)

⑤ ڪينهڪ ماڙهُوئان وڏي مندر ري باري ۾ واتين پي ڪرين تہ، 'ڪيهڙا سُنا پٿر آن اِيشوَر ري نان تي ڏِنل شئين اَهين جِڪان سين اي سِينگاريَل اَهي.'

تڏهين يِسُوع ڪهيو تہ، ⑥ 'اي جِڪو اَوهِين هِيٺا ڏيکو پيا، ڪو ايهڙو وقت آسي جڏهين اي سجو ئي جهوريو جاسي. ڪوئِي پٿر آپرِي جگها تي ڪِنهِي رهي.'

## دُنيا ري پڇاڙِي واڙي ٽاڻي سين اَگ ۾ نِشانين

(متِي 24:3–14، مرقس 13:3–13، لُوقا 21:7–19)

⑦ تڏهين اُوئان ماڙهُوئان يِسُوع نا پُڇيو تہ، 'گُرُو جِي، او وات ڪڏهين ٿيسي؟ آن ڪيهڙِي نِشانِي پڌرِي ٿيسي، جِڪي سين خبر پاسي تہ او وات ٿيڻ واڙِي اَهي؟'

⑧ تڏهين يِسُوع ڪهيو تہ، 'هُوشيار رهو، متان اَوهِين ٺگجي نہ جائو. ڪِي تہ گهڻا ماڙهُو مانهجو نان لي آسين. او ڪهسين تہ، 'اِيشوَر رو چُنديَل بچاڻ واڙو هُون اَهان'، آن 'پڇاڙِي واڙو ٽاڻو آئي پُگو اَهي.' پڻ اُوئان پُٺيا متان جايا. ⑨ جڏهين اَوهِين جهيڙان آن جهگڙان ري باري ۾ سنيڙو، تڏهين بِيهاجيا متان، ڪِي تہ اَگ ۾ اي سجين واتين ٿيڻ ڪپين. تڏهين پڻ يڪدم دُنيا رِي پڇاڙِي ڪِنهِي ٿي.'

⑩ پڇي يِسُوع اَگتي ڪهيو تہ، 'قوم قوم سين وِڙهسي، آن مُلڪ مُلڪ سين وِڙهسي. ⑪ زمِينَ گهڻِي ڏُبسي، آن گهڻان هندان

تي بِيمارين تيسين آن ڏُڪار پاسين. آڪاس ۾ ايھڙين وڏين نِشانين پڌرين تيسين جِڪان سين ماڙھُو بِيھاجي جاسين.

⑫ پڻ اي سجين واتين ٿيڻ سين آگ ۾ ماڙھُو اَوھان نا مانھجي ڪري آئي جھلسين آن ستاسين. او اَوھان نا مندران ري پنچائِتان ري حَوالي ڪرسين، آن جيلان ۾ بند ڪرسين. ماڙھُو اَوھان نا راجا آن راج ڪرڻ واڙان وٹ تيڙي جاسين. ⑬اُوئي ٿاٿي اَوھان نا مانھجِي شاھِدِي ڏيڻ رو موقعو جُڙسي. ⑭اِيئي ڪري آپري من ۾ اي پڪو فيصلو ڪري چڏو تہ اَوھِين وڙتِي ڏيڻ سارُون آگ ۾ ڪوئِي گٿتِي ڪِنھِي ڪرو، ⑮ڪِي تہ ھُون آپ اَوھان نا ايھڙِي عقل واڙِي بولِي ڏيئِيس جو اَوھانجو ڪوئِي دُشمن اَوھانجو مُقابلو ڪري ڪِنھِي سگھي، نِڪو ئي اَوھانجِي وات نا ڪُوڙِي ڪري سگھي.

⑯اَوھانجا آپرا ما باپ، ڀائِي، عزِيز آن دوست پڻ اَوھان نا جھلاسين، آن او اَوھان مان ڪينھڪ مارائي چڏسين. ⑰مانھجي ڪري سجا ئي ماڙھُو اَوھان سين وير رکسين. ⑱توئي پڻ اَوھانجو وار ئي ونگو ڪِنھِي ٿي. ⑲اي سجو ئي صبر سين سھيا، تو اَوھان نا ھميشہ رو جِيوَن جُڙسي.

## يِسُوع رو يرُوشلم شھر ختم ٿيڻ ري باري ۾ سنيڙان

(متِي 15:24-21، مرقس 14:13-19، لُوقا 20:21-24)

⑳جڏھين اَوھِين ڏيکو تہ يرُوشلم شھر ري چاري پاسي فوج گھيرو پئِي ڪري، تڏھين اِين سمجھيا تہ او ختم ٿيڻ واڙو اَھي. ㉑پڇي جِڪو ماڙھُو يھُوديہ صُوبي ۾ ھوئين، او جبلان سمھان پڇي جائين، جِڪو يرُوشلم ۾ ھوئين، او ٻاھر ھليا جائين،

آن جِڪو ٻاهراڙِي ۾ هوئين، او شهر مهِين نہ آئين. 22ڪِي تہ اي ڏينهہ او هوسين جڏهين اِيشوَر ڏوهاريان نا سزا ڏيسي. ايهڙِي نمُوني جِڪو واتين شاستر ۾ لِکيَل آهين، او سجين پُورين تيسين.

23ڏُک اُوئان ڏوسيان رو اَهي جِڪو اُوئان ڏِينهان ۾ اُميد سين هوسين يا نِنديا ٻاڙيا اُوئان ري ٻُبان تي هوسين، ڪِي تہ اِيئي مُلڪ تي وڏِي مُصِيبت آسي، آن اِيئي قوم تي اِيشوَر رِي سزا آسي. 24اِيئان مان ڪينهڪ تلوار سين ماريا جاسين، آن ڪينهڪ قيدِي ڪري بِيجان مُلڪان سمهان ميلهيا جاسين، آن يرُوشلم شهر نا ڏارين قومان اُتِي تائِين چِپلتين رهسين، جِتِي تائِين اُوئان رو راج ختم نہ تيسي.

## يِسُوع رو آپرو پڇو آڻ ري باري ۾ سنيڙاڻ

(متِي 24:29–31، مرقس 13:24–27، لُوقا 21:25–28)

25پڇِي ڏِينهہ، چندر آن تاران ۾ نِشانين پڌرين تيسين، آن ڌرتِي متي قومان سمنڊ ري چوليان رو گوڙ سنيڙِي بِيهہ آن گٽيان ۾ پئِي جاسين. 26ماڙهُوئان رو ساس اِيئي وات ري اوسِيڙِي آن بِيهہ ۾ سُڪي جاسي تہ هي ڌرتِي متي ڪِي تيڻ واڙو اَهي، ڪِي تہ جِڪين آڪاس ۾ اَهي، او ڏُبي جاسي.

27پڇِي ماڙهُو مُنش پُتر نا ڪڪر ۾ گهڻِي طاقت سين آن گهڻِي سوجهري سين آتو ڏيکسين.

28جڏِهين او واتين تيڻ لگين، تڏهين اَوهِين اُنِي خُوشِي سين واڻ جويا، ڪِي تہ اَوهانجي چوٽڪاري رو ٽاٽو نيڙو آيَل هوسي.

## اَنجِير ري وٹ رو مِثال

(متِي 24:32–35، مرقس 13:28–31، لُوقا 21:29–33)

29 پچي يِسُوع اُوئان نا اي مِثال ڏي کهيو تہ، 'اَنجِير ري وٹ آن بِيجان سجان وٹان نا جوئو. 30 جڏهين او پن ڦُٹين تا، تڏهين اَوهان آپ نا خبر پئي تِي تہ هي اُونهاڙو آٹ واڙو اَهي. 31 ساگِي نمُوني جڏهين اَوهِين اي واتين ٿيتين ڏيکو، تڏهين اِين سمجهيا تہ اِيشوَر رو راج آٹ واڙو اَهي. 32 هُون اَوهان نا سچ کهان تو تہ جتِي تائِين اي سجين واتين نہ ٿيسين، اُتِي تائِين اِيئي زماني را ماڙهُو ختم کِنهِي ٿيئين. 33 آکاس آن ڌرتِي ختم ٿي جاسين، پڻ مانهجين کهيَل واتين کڏهي پڻ ختم کِنهِي ٿيئين.'

## يِسُوع ري پچو آٹ ري ڏِينهہ سارُون هُوشيار رهو

34 هُوشيار رهو تہ اَوهِين گهڻو کاڻ پِيئڻ، نشي، آن حَياتِي ري گٹتيان ۾ ڦاسجي نہ جائو، متان او ڏِينهہ اَوهان نا ڦندي ري جِين اوچتو آئي نہ ڦاسائي. 35 کِي تہ او ڏِينهہ پُورِي دُنيا ري سجان ماڙهُوئان تي آسي.

36 هر وقت تَيار رهو، آن دُعا منگتا رهو تہ اَوهان نا ايهڙِي هِمت جُڙِي، جو اي سجين ٿيڻ واڙين واتين سهي اَوهِين بچي جائو، آن مُنش پُتر سمهان پيچي سگهو.'

37 اُوئان ڏِينهان ۾ يِسُوع ڏِينهہ رو وڏي مندر ۾ ماڙهُوئان نا سِکاتو، آن رات رو شهر سين نِسري جيتُونَ نان ري جبل تي تِکي رهتو. 38 سجا ئي ماڙهُو صُبح را ويهلا اُٹي وڏي مندر ۾ يِسُوع رين واتين سنڀڙڻ سارُون جاتا.

# يِسُوع نا مارݨ سارُون رِت

(متِي 26:1-5، 14-16، مرقس 14:1-2، 10-11، لُوقا 22:1-6، يُوحنا 11:45-53)

**22** ①هي فطِير نان رو پربْ نيڑو آيو جِڪي نا پاسڪا پربْ پڻ کهين تا. ②وڏا پُوجارِي آن پنڊت اي وجھ پيا جوتا تہ يِسُوع نا ڪيهڑي نمُوني مارائُون، ڪِي تہ او ماڑهُوئان سين بِيهاجتا.

③پڇي يهُوداه رِي دِل ۾ شيطانَ آيو. يهُوداه نا اِسڪريوتِي پڻ ڪهتا، آن او يِسُوع ري چُنديَل بارهان چيلان مان هتو. ④تڏهين اُوئي وڏان پُوجاريان آن وڏي مندر ري سِپاهيان ري آفِيسران سين جائي صلاح ڪرِي تہ، 'هُون يِسُوع نا ڪيهڑي نمُوني اَوهانجي حَوالي ڪران؟' ⑤اِيئي تي او ڏاڍا خُوش ثيا، آن يهُوداه نا پئِيسا ڏيڻ رو واعِدو ڪريانتي. ⑥اي واعِدو اُوئي قبُول ڪريو، آن ايهڑو وجھ جوڻ لگو تہ جڏهين ماڑهُو گهٹا نہ هوئين، تڏهين هُون يِسُوع نا اُوئان ري حَوالي ڪران.



# يِسُوع رو پاسڪا پربْ رِي تَيارِي ڪراݨ

(متِي 26:17-19، مرقس 14:12-16، لُوقا 22:7-13)

⑦پڇي فطِير نان ري پربْ رو او ڏِينھ آيو، جِڪي تي پاسڪا پربْ سارُون گهيٹان رِي قُربانِي چاڑهِڻي هتِي. ⑧تڏهين يِسُوع پَطرس آن يُوحنا نا اِين ڪهي ميلهيا تہ، 'اَوهِين جائي آپان سارُون پاسڪا پربْ رِي تَيارِي ڪرو تہ آپين کائُون.'

⑨اُوئان پُڇيو ته، 'اَوهانجي ڪيهڙي مرضي اَهي ته اَسين ڪِٿ تَيارِي ڪران؟'

⑩تڏهين يِسُوع ڪهيو ته، 'جوئو، جڏهين اَوهِين شهر ۾ جاسو، تو اَوهان نا هيڪ ماڙهُو پيڙو تيسي، جِڪو پاڻِي رو گهڙو ڪٽي جاتو هوسي. اُوئي پُٺيا هليا جايا، آن جِڪي گهر ۾ او جائي، اُوئي ۾ اَوهِين پڻ هليا جايا. ⑪اُت اُوئي گهر ري ڌڻِي نا جائي ڪهيا ته، 'گرُو جِي اَوهان نا اِين ڪهيو اَهي ته او اوطاق ڪِٿ اَهي، جِڪي ۾ هُون آپري چيلان پيڙو پاسڪا پرب ڪائُون؟' ⑫تڏهين او اَوهان نا ماڙِي تي هيڪ وڏِي ڪوٺِي تَيار ڪريَل ڏيکاڙسي. اُت اَوهِين پرب ڪاڻ سارُون تَيارِي ڪريا.'

⑬او ٻئِي چيلا رَوانا ٿيا، آن جِين يِسُوع اُوئان نا ڪهيو تو، اِين رو اِين جائي ڏِٺانتي. پڇي اُت اُوئان پاسڪا پرب رِي تَيارِي ڪرِي.



## يِسُوع رو آپري چيلان پيڙو آخرِي گهوئِي روٽِي کاڻ

(متِي 26:20-30، مرقس 14:22-26، لُوقا 22:14-23، 1 کُرِنتِيان 11:23-25)

14 جڏهين روٽِي رو ٽاڻو آيو، تڏهين يِسُوع آپري خاص چيلان پيڙو کاڻ سارُون بيٺو، 15 آن اُوئان نا کهيانتي تہ، 'مانهجِي اي ڏاڊِي آس هتِي تہ هُون ڏُک سهڻ سين اَگ ۾ اَوهان پيڙِي پاسکا پرب رِي روٽِي کائُون. 16 کِي تہ هُون اَوهان نا سنيڙائُون تو تہ جِتِي تائِين اِيشوَر ري راج ۾ اِيئي پرب رو مطلب پُورو نہ ٿيسي، اُتِي تائِين هُون اي پرب وڙي کِنهِي کائُون.'

17 پڇي يِسُوع پِيئالو لي اِيشوَر وٽا دُعا منگِي، آن اُوئان نا کهيانتي تہ، 'اي ليو آن سجا ئي اِيئي مان پِيئو. 18 کِي تہ هُون اَوهان نا کهان تو تہ جِتِي تائِين اِيشوَر رو راج نہ آسي، اُتِي تائِين هُون اَنگُوران رو رس وڙي کِنهِي پِيئان.'

19 پڇي اُوئي روٽِي لي اِيشوَر را ٿورا مڃي توڙيانتي، آن اِين کهي اُوئان نا ڏِنانتي تہ، 'اي مانهجو بدن اَهي، جِکو هُون اَوهان سارُون ڏيئان تو. مِنا ياد کرڻ سارُون اِين کرتا رهيا.'

20 ساگِي نمُوني روٽِي کاڻ سين پڇي يِسُوع پِيئالو لي اِين کهي اُوئان نا ڏِنو تہ، 'اي پِيئالو اِيشوَر رو نَوو پکو وچن اَهي، جِکو اَوهان سارُون مانهجي واهيَل لوهِي سين بڌل اَهي.

21 پڻ جوئو. جِکو مِنا جهلائي تو، او پڻ مين پيڙو بيٺو روٽِي کائي. 22 کِي تہ جيهڙِي نمُوني اِيشوَر فيصلو کريو اَهي، ساگِي نمُوني مُنش پُتر اِيئي دُنيا مان جائي پيو. تڏهين پڻ ڏُک اُوئي سارُون اَهي جِکو مِنا جهلائي تو.'

23 اِيئي تي چيلا آپت ۾ واتين کرڻ لگا تہ آپان ۾ کوڻ اَهي

جِڪو ايھڙو ڪم ڪرسي؟

## خاص چيلان رِي آپت مِ عِزت واڙِي وات تي ڏنت اوٿل

24 پڇي چيلان رِي آپت مِ اِيئي وات تي ڏنت اوٿل پڻ تي گئِي تہ ماڙھُو آپانْ مان ڪي نا وڏو سمجھين تا؟
25 تڏھين يِسُوع اُوئان نا ڪھيو تہ، 'ڌاريان قومان را راجا آپري ماڙھُوئان تي حُڪم ھلائين تا، آن اُوئان تي راج ڪرڻ واڙا آپ نا يلائِي ڪرڻ واڙا سڏائين تا 26 پڻ اَوھِين اُوئان ري جِين متان ڪريا. اَوھان مان وڏي نا نِندي ري جِين ٿيڻ ڪپي، آن اَگواڻ نا شيوا ڪرڻ واڙِي ري جِين ٿيڻ ڪپي. 27 وڏو ڪوڻ اَھي؟ او جِڪو کاڻ تو بيسي؟ يا او جِڪو شيوا تو ڪري؟ بيشڪ او وڏو اَھي جِڪو کاڻ تو بيسي. پڻ ھُون تہ اَوھان مِ شيوا ڪرڻ واڙِي ري جِين اَھان.
28 اَوھِين تہ او اَھو جِڪان مانھجي سجان آزمتان مِ ساٿ ڏِنو اَھي. 29 اِيئي ڪري جِين مانھجي پِتا مِنا راج ڪرڻ ڏِنو اَھي، تِين ھُون پڻ اَوھان نا راج ڪرڻ ڏيئان تو، 30 تہ جِين اَوھِين مانھجي راج مِ مين ڀيڙا بيسي کائو پِيئو، آن گاديان تي بيسي اِسرائيلِي قوم ري بارھان پيڙھيان را فيصلا ڪرو.'

## يِسُوع رو شمعُونَ پَطرس نا اِين ڪھڻ تہ، 'تُون مانھجو چيلو ھوڻ رو اِنڪار ڪرِيس'

(متِي 26:31–35، مرقس 14:27–31، لُوقا 22:31–34، يُوحنا 13:36–38)

31 پڇي يِسُوع شمعُونَ پَطرس نا ڪھيو تہ، 'شمعُونَ، او شمعُونَ، مانھجِي وات سنيڙ. شيطانَ اَوھان سجان نا ڪڻڪ ري جِين اُونڌڻ رِي موڪل لئِي اَھي. 32 پڻ مين تين سارُون دُعا منگِي اَھي تہ تُون آپرو



ويساھ نہ ڇڏين. پڇي جڏھين تُون پڇو وڙي مين وٺ آئين، تڏھين آپري ڏرمِي ڀايان نا ويساھ رکڻ رِي ھِمت ڏيئِي.'

(33)تڏھين پَطرس کھيو تہ، 'پريُو، ھُون اَوھان ڀيڙو جيل مِہ ھلڻ آن مرڻ سارُون پڻ تَيار اَھان.'

(34)پڻ يِسُوع کھيو تہ، 'پَطرس، ھُون تِنا کھان تو تہ اَجوکِي رات کُکڙ رِي ٻانگ سين اَگ مِہ تُون مانھجو تِن دفعا اِنکار کري کھِيس تہ ھُون يِسُوع نا اوڙکان ئي کو تو.'

## يِسُوع رو آڻ واڙي خطري ري باري مِہ سنيڙاڻ

(35)پڇي يِسُوع آپري چيلان نا پُڇيو تہ، 'جڏھين مين اَوھان نا بِنا ٻٽُون، بِنا جھوڙِي، آن بِنا ٻيجِي جُتِي کم تي ميلھيا تا، تڏھين کِي اَوھان نا کيھِي شئي رِي ضرُورت ھتِي يا نہ؟'

اُوئان کھيو تہ، 'کيھِي رِي پڻ ضرُورت کو ھتِي.'

(36)تڏھين يِسُوع کھيو تہ، 'پڻ ھي جِکي وٽ پئِيسا اَھين، او ڀيڙا کٽي، جِکي وٽ جھوڙِي اَھي، او پڻ ڀيڙِي کٽي، آن جِکي وٽ آپرِي تلوار کو اَھي، او آپرو ٿوئال ويچي پڻ لي آئي، (37)کِي تہ ھُون اَوھان نا کھان تو تہ شاستر رِي اي وات مين سارُون پُورِي ٿيڻ کپي، تہ 'ماڙھُوئان اُوئي نا ڏوھاريان جيھڙو سمجھيو'،* کِي تہ

* يسعياه 53:12 پڙھو

جِڪين مانهجي باري ۾ ٽيڻ ڪيي، او هيٺا پُورو ٿيڻ پيو.

38 اِيئي تي چيلان کهيو ته، 'پريُو، اي جوئو، اَسان وٽ ٻه تلواران آهين.'

تڏهين يِسُوع کهيو ته، 'بس، هي نهيو.'

## يِسُوع رو جيتُونَ نان ري جبل تي دُعا منگڻ

(متي 26:36–46، مرقس 14:32–42، لُوقا 22:39–46)

39 پڇي يِسُوع اُوها نِسري اَگي ري جِين جيتُونَ نان ري جبل تي گيو. اُوئي را چيلا پڻ اُوئي پيڙا گيا. 40 او جڏهين اُوئي جگها پُگو، تڏهين آپري چيلان نا کهيانتي ته، 'دُعا منگو ته اَوهِين آزمتي ۾ نه پئو.'

41 پڇي يِسُوع آپ اُوئان سين توڙهو اَڙگو جائي گوڏا کوئي اِين دُعا منگڻ لگو ته، 42 'اي پِتا، جي تاهجِي مرضِي هوئي، تو مين تا اي ڏُکان رو پيئالو ٽاڙي چڏ. توئي پڻ مانهجِي مرضِي نه، پڻ تاهجِي مرضِي پُورِي تي.' 43 اُوئي ئيج ٽاٽي آڪاس مان هيڪي فرِشتي اُوئي نا هِمت ڏيڻ سارُون آئي درشن ڏِنو. 44 پڇي يِسُوع ڏاڍو ڏُکِي تي گيو، آن وڌِيڪ جوش سين دُعا منگڻ لگو. اُوئي رو پگهر لوهِي ري ٽِيپڪان ري جِين زمِينَ تي کِريو پي.

45 دُعا منگڻ سين پڇي جڏهين او اُٺي چيلان وٽ آيو، تڏهين آئي ڏِٺانتي ته او ڏُک ري ڪري اُونگهاٽا پيا اَهين. 46 تڏهين يِسُوع اُوئان نا کهيو ته، 'اَوهِين سُتا ڪِي پيا اَهو؟ اُٿو آن دُعا منگو ته اَوهِين آزمتي ۾ نه پئو.'

## يِسُوع رو جهلجڻ

(متِي 26:47–56، مرقس 14:43–50، لُوقا 22:47–53، يُوحنا 18:3–11)

47 يِسُوع اَجان ٻوليو پي، تڏهين ڪِي ٽيو تہ هيڪ وڏو ٽولو آئي پُگو. ٻارهان چُنديَل چيلان مان او چيلو جِڪي رو نان يهُوداه هتو، او پڻ اُوئي ٽولي ري اَگ م پي آيو. او چُمِي ڏيڻ سارُون يِسُوع نا نيڙو آيو. 48 تڏهين يِسُوع اُوئي نا ڪهيو تہ، 'يهُوداه، تُون مُنش پُتر نا چُمِي ڏي جهلائين تو ڪِي؟'

49 يِسُوع پيڙا جِڪو چيلا هتا، اُوئان جڏهين سمجهيو تہ ڪِي ٿيڻ واڙو اَهي، تو پُڇيانتي تہ، 'پرڀُو، ڪِي اَسِين تلواران هلائُون؟' 50 تڏهين چيلان مان هيڪي جٽي مُک پُوجارِي ري نوڪر نا ڏک هٽيو آن اُوئي رو سُبتو ڪن وڍِي چڏيو.

51 اِيئي تي يِسُوع ڪهيو تہ، 'بس، اِتو گهٽو ئي اَهي.' پڇي ڪن نا هٿ لگائي اُوئي نا سجو ڪريانتي.

52 پڇي وڏا پُوجارِي، وڏي مندر ري سِپاهيان را آفِيسر، آن اِسرائيلِي قوم را آگواڻ جِڪو يِسُوع نا جهلڻ آيا تا، اُوئان نا يِسُوع ڪهيو تہ، 'ڪِي اَوهان مِنا ڪوئِي ڏاڙيل سمجهيو اَهي؟ جِڪو مين تي تلواران آن ڏڪا ڪٽي آيا اَهو. 53 هُون تہ روز وڏي مندر م اَوهان پيڙو هوتو. پڻ اُٿ تہ اَوهان مانهجو نان ئي ڪو ليو. پڻ هِيٽا اَوهانجو وقت اَهي، آن شيطانَ ري اَنداري رو راج اَهي.'

## پَطرس يِسُوع رو چيلو هوڻ رو اِنڪار ڪري تو

(متِي 26:57–58، 69–75، مرقس 14:53–54، 66–72، لُوقا 22:54–62، يُوحنا 18:15–18، 25–27)

(54) پڇي او ماڙهُو يِسُوع نا جهلي مُک پُوجارِي ري گهري لي آيا، آن پَطرس گهڻِي ڇيٽِي سين اُوئان پُٺيا پي آيو. (55) جڏهين او اوڻي ري وِچ ۾ جوت ٻاڙي ٻيٺا، تڏهين پَطرس پڻ آئي اُوئان ڀيڙو ٻيسي رهيو. (56) هيڪِي نوڪرياڻِي جڏهين اُوئي نا جوت ري ساهي ۾ ٻيٺل ڏِٺو، تڏهين اُوئي نا چِٽائي جوئي ڪهيانتِي ته، 'اي ماڙهُو پڻ



يِسُوع پيڙو هتو.'

57 پڻ پَطرس اِنڪار ڪري ڪهيو ته، 'ٻائِي، هُون اِيئي نا اوڙکان ئي ڪو تو.'

58 توڙهِي دير سين پڇي ٻِيجي ڪيهِي اُوئي نا ڪهيو ته، 'تُون پڻ اُوئان مان اَهين.'

پڻ پَطرس ڪهيو ته، 'ڀائِي، هُون ڪو اَهان.'

59 ڪلاڪ کن سين پڇي هيڪي ٻِيجي ماڙهُو يقِينَ سين ڪهيو ته، 'اي ماڙهُو پڻ پڪ سين اُوئي پيڙو هتو، ڪِي ته اي پڻ گلِيل صُوبي رو رهڻ واڙو اَهي.'

60 پڻ پَطرس ڪهيو ته، 'اَوهِين جِڪو واتين ڪرو پيا، او هُون ته سمجهان ئي ڪو تو.' اي اَجان ٻوليو پي، تو اُوئي ٽاٽي ڪُڪڙ ٻانگ ڏِنِي. 61 تڏهين پريُو يِسُوع لوٽو ڦيري پَطرس سمهون جويو. اِيئي تي پَطرس نا پريُو را اي ٻول ياد آيا ته، 'اَجوڪِي رات ڪُڪڙ رِي ٻانگ سين اَگ مِ تُون مِنا اوڙکڻ رو تِن گهوئِي اِنڪار ڪرِيس.'

62 پڇي پَطرس ٻاهر نِسري جائي زارو زار روڻ لگو.

## يِسُوع نا مار ڏيڻ آن اُوئي تي ٺٺولين ڪرڻ

(متِي 26:67-68، مرقس 14:65، لُوقا 22:63-65)

63 پڇي جِڪان ماڙهُوئان يِسُوع تي چوڪِي پي ڏِنِي، او اُوئي نا مار ڏيڻ آن ٺٺولين ڪرڻ لگا. 64 او اُوئي رين اَنکين ٻڌي پُڇڻ لگا ته، 'اِيشوَر رو نياپو ڏيڻ واڙا، هي سنيڙا. تِنا ڪي ڏڪ هڻيو اَهي؟'

65 اُوئان ٻِيجين پڻ گهڻين واتين ڪري يِسُوع رِي بي عِزتِي پي ڪرِي.

## يِسُوع نا ڌرمِي پنچائِت سمهون لي جاڻ

(متِي 26:59-66، مرقس 14:55-64، لُوقا 22:66-71)

66 جڏهين ڏِينهہ اُگو، تڏهين اِسرائيلِي قوم را اَگواڻ، وڏا پُوجارِي آن پندت آئي ڀيڙا ٿيا، آن يِسُوع نا اُوئان رِي پنچائِت مِ لي آيا.

67 پڇي اُوئان يِسُوع نا پُڇيو تہ، 'جي تُون اِيشوَر رو چُندِيَل مسيِح اَهين، تو اَسان نا سنيڙا.'

پڻ اُوئي کهيو تہ، 'جي هُون اَوهان نا کهِيس، تو اَوهِين اِعتبار کِنهِي کرو، 68 آن جي هُون اَوهان نا سَوال پُڇِيس، تو اَوهِين وڙتِي کِنهِي ڏيو. 69 پڻ اَج سين لي مُنش پُتر طاقت واڙي اِيشوَر ري سُبتي پاسي بيٺل هوسي.'



⑦⓪تڏهين اُوئان سجان پُڇيو، ’تو ڀڇي ڪِي تُون اِيشوَر رو پُتر اَهين؟‘

يِسُوع وڙتِي ڏِني تہ، ’اي تہ اَوهِين آپ ڀيا ڪهو تہ هُون اَهان.‘

⑦①اِيئي تي اُوئان ڪهيو تہ، ’هي اِيئي سين مٿي ٻيجِي شاهِدِي رِي ڪيهڙِي ضرُورت اَهي؟ ڪِي تہ آپان آپ اِيئي ري مُونها سنيڙيو اَهي.‘

## يِسُوع نا راج ڪرڻ واڙي پِيلاطُس وٽ لي جاڻ

(متي 27:1–2، 11–14، مرقس 15:1–5، لُوقا 23:1–5، يُوحنا 18:28–38)

23 ①ڀڇي سجِي پنچائِت اُٺي ٻيٺِي، آن يِسُوع نا راج ڪرڻ واڙي پِيلاطُس وٽ لي آيا. ②اُٽ آئي او يِسُوع تي ڏوھ ڏي ڪهڻ لگا تہ، ’اَسان ڏِٺو اَهي تہ اي ماڙهُو اَسانجِي قوم ري ماڙهُوئان نا ڦيرائي تو، آن جِڪو ماڙهُو رُومِي مُلڪ ري راجا نا ٽيڪس ڏيئين تا، اُوئان نا روڪي تو. ٻيجو تہ او آپ نا اِيشوَر رو چُنديَل مسِيح ڪهي راجا سڏائي تو.‘

③تڏهين پِيلاطُس يِسُوع نا پُڇيو تہ، ’ڪِي تُون يهُوديان رو راجا اَهين؟‘

اِيئي تي يِسُوع وڙتِي ڏِني تہ، ’اي تہ اَوهِين آپ ڀيا ڪهو.‘

④تڏهين پِيلاطُس وڏان پُوجاريان آن سجان ماڙهُوئان نا ڪهيو تہ، ’اِيئي ۾ مِنا ڪوئِي ڏوھ ڏيکڻ ۾ ڪو تو آئي.‘

⑤پڻ او وڌِيڪ زور ڀري ڪهڻ لگا تہ، ’اي آپري سِکيا سين سجي يهُوديہ ري ماڙهُوئان ۾ گوڙ گهتي تو، جِڪو گلِيل صُوبي وٽا شرُوع ٿي اِتِي تائين پُڄي گيو اَهي.‘

## يِسُوع نا راج ڪرڻ واڙي هيروديس وٽ لي جاڻ

⑥پِيلاطُس اي وات سنيڙي پُڇيو تہ، ’ڪِي اي گلِيل صُوبي رو اَهي؟‘ ⑦جڏهين اُوئي نا خبر پئِي تہ يِسُوع هيروديس رِي حد رو اَهي، تڏهين اُوئي يِسُوع نا هيروديس سمهون ميلهيانتي، ڪِي تہ او پڻ اُوئان ڏِينهان مِ يرُوشلم شهر مِ آيَل هتو.

⑧هيروديس يِسُوع نا ڏيکي ڏاڍو خُوش ٿيو. اُوئي اَگي يِسُوع ري باري مِ سنيڙيو تو، اِيئي ڪري اُوئي نا گهڻي وقت سين يِسُوع سين مِلڻ رِي سِڪ هتِي، آن اُوئي رِي مرضِي هتِي تہ يِسُوع رو ڪوئِي پرچو ڏيکان. ⑨او يِسُوع وٽا گهڻا سَوال پُڇڻ لگو، پڻ اُوئي ڪوئِي وڙتِي ڪو ڏِني. ⑩اُٽ جِڪو وڏا پُوجارِي آن پنڊت پيٺا تا، او زور پري يِسُوع تي ڏوهہ ڏيڻ لگا.

⑪پڇي هيروديس آپري سپاهيان پيڙو يِسُوع تي ٺٺولين ڪري اُوئي رِي بي عِزتِي ڪرڻ لگو، آن اُوئي نا قِيمتِي گيو اوڍائي پڇو پِيلاطُس سمهون ميلهيانتي.

⑫اُوئي ئيج ڏِينهہ پِيلاطُس آن هيروديس رِي آپت مِ دوستِي ٿي گئِي، جِڪو اَگي وِڙهيَل هتا.

## يِسُوع نا موت رِي سزا جُڙڻ

(متِي 27:15-26، مرقس 15:6-15، لُوقا 23:13-25، يُوحنا 18:39-19:16)

⑬پڇي پِيلاطُس وڏان پُوجارِيان، اَگواڻان آن سجان ماڙهُوئان نا سڏ ڪرائي آپ وٽ پيڙا ڪريا، ⑭آن اُوئان نا ڪهيانتي تہ، ’اَوهِين اِيئي ماڙهُو نا مين وٽ اي ڏوهہ ڏي لي آيا اَهو تہ اي اَوهانجِي قوم نا ڦيرائي تو.

جوئو. مين اَوهانجي رُوبرُو اِيئي رِي جانچ كرِي اَهي، آن جِكو ڏوھ اَوهين اِيئي تي هٽو پيا، اُوئان مان مِنا كوئِي ڏيكڻ ۾ كو تو آئي. ⑮نِكو ئي هيروديس نا اِيئي ۾ كوئِي ڏوھ ڏيكڻ ۾ آيو، كِي تہ اُوئي اِيئي نا پچو اَسان وٽ ميلهيو اَهي. جوئو. اِيئي ايهڙو كوئِي ڏوھ كو كريو اَهي جِكي سين اِيئي نا موت رِي سزا ڏِني جائي. ⑯اِيئي كري هُون اِيئي نا چاہك هٽائي چڏي تو ڏيئان.'

⑰ (هر پاسكا پرب تي پِيلاطُس نا اُوئان سارُون هيك قيدِي چڏٽو پاتو.)

⑱پڻ او سجا ئي ماڙهُو رڙين كري كهڻ لگا تہ، 'اِيئي نا ماري چڏو آن اَسان سارُون برابا نا چڏي ڏيو.'

⑲برابا نا شهر ۾ فساد آن خُونَ كرڻ ري كري جيل ۾ هٽيو گيو تو.

⑳پِيلاطُس رِي مرضِي هتِي تہ هُون يِسُوع نا چڏي ڏيئان. اِيئي



ڪري اُوئي هيڪِي گهوئِي وڙي ماڙهُوئان نا سمجهايو. 21 پڻ او رڙين ڪري ڪهتا رهيا تہ، 'اِيئي نا سُولِي تي چاڙهي ماري چڏو. اِيئي نا سُولِي تي چاڙهي ماري چڏو.'

22 تڏهين پِيلاطُس تِيجِي گهوئِي اُوئان نا ڪهيو تہ، 'ڪِي؟ اِيئي ڪيهڙو ڏوه ڪريو اَهي؟ مين اِيئي مِ ايهڙو ڪوئِي ڏوه ڪو ڏِنو اَهي، جِڪي تي اِيئي نا موت رِي سزا ڏِنِي جائي. اِيئي ڪري هُون اِيئي نا چابڪ هٹائي چڏي تو ڏيئان.'

23 پڻ او زور سين رڙين ڪري ڪهتا رهيا تہ، 'اِيئي نا سُولِي تي چاڙهي ماري چڏو'، آن او گوڙ ڪري آپڙي وات مڃائي گيا. 24 تڏهين پِيلاطُس فيصلو ڏِنو تہ اِيئان رِي مرضِي پُورِي ڪرِي جائي. 25 او ماڙهُو جِڪو فساد آن خُونَ ڪرڻ رِي ڪري جيل مِ بند ڪريو گيو تو، آن ماڙهُوئان رِي جِڪي نا چڏاڻ رِي مرضِي هتِي، اُوئي نا پِيلاطُس چڏي ڏِنو. پڻ يِسُوع نا اُوئان رِي مرضِي تي فوجيان رِي حَوالي ڪريانتي.

## يِسُوع نا سُولِي تي چاڙهڻ

(متِي 27:32-44، مرقس 15:21-32، لُوقا 23:26-43، يُوحنا 19:17-27)

26 جڏهين فوجِي يِسُوع نا تيڙي پي گيا، تڏهين اُوئان نا هيڪ ماڙهُو پيڙو تيو، جِڪو باهراڙِي سين آيو پي. اُوئي رو نان شمعُونَ هتو، آن او ڪُريني شهر رو هتو. فوجيان اُوئي نا بيگر مِ جهلي سُولِي ڪٹائِي، تہ او يِسُوع پُٹيا ڪٹي هلي.

27 يِسُوع پُٹيا گهٹا ماڙهُو پي آيا. اُوئان مِ ڏوسين پڻ هتين، جِڪو اُوئي را پار ڪٹي روتين پي آئين. 28 تڏهين يِسُوع اُوئان سمهون ڦِري ڪهيو تہ، 'اي يرُوشلم رين بائين، مين سارُون مَ روئو، پڻ آپ آن



آپري ٻاڙيان سارُون روئو. 29 کِي تہ ايهڙا ڏِينھ آڻ واڙا آهين، جڏهين ماڙهُو اِين کهسين تہ، 'ياگواڙين آهين او ٻائين جِکو وانجهياٹين اَهين، جِکان نِکو ٻاڙ جِٹيو، آن نِکو ئي اُوئي نا بُبو ڏِنو.' 30 اُوئي ٹاٹي ماڙهُو جبلان نا کهسين تہ، 'اَسان متي کِرو'، آن ٹکران نا کهسين تہ، 'اَسان نا ٻُوري چِڏو.' 31 کِي تہ جي ماڙهُو سائي وڻ سين اِين پيا کرين، تو پڇي سُکل سين کِي نہ کرسين؟'

32 فوجِي ٻِيجان ٻِيان ماڙهُوئان نا پڻ يِسُوع پيڙو مارڻ سارُون تيڙي پي گيا، جِکو ڏوهارِي هتا.

33 جڏهين او سجا ئي اُوئي جگها تي پُگا جِکي نا 'کوپرِي' کهين تا، تڏهين اُوئان يِسُوع آن ٻِيان ڏوهاريان نا آپرِي آپرِي سُولِي تي چاڙهيا، هيکي نا يِسُوع ري سُبتي پاسي آن ٻِيجي نا يِسُوع ري اُبتي پاسي. 34 پڻ يِسُوع دُعا منگي اِين پي کهيو تہ، 'اي پِتا، اِيئان نا معاف کر، کِي تہ اي کو تا سمجهين تہ اي کِي پيا کرين.' پڇي فوجِي يِسُوع را گيا آپت مِ وِڙهاڻ سارُون ڀاگ آزماڻ لگا.



(35)اُت ماڙھُوئان پيچھي جويو پي، آن جِکو اَگواڻ ھتا، او ٺٺولين ڪري اِين ڪھڻ لگا تہ، ’اي تہ بِيجان نا بچاتو. جي اي اِيشوَر رو مسِيح آن اُوئي رو خاص چُندبَل اَھي، تو ھي آپ نا ڪِي ڪو تو بچائي؟‘

(36)فوجيان پڻ اُوئي تي ٺٺولين ڪرين. اُوئان يِسُوع وٹ آئي اُوئي نا اَنگُوران ري کٽي رس رِي صلاح ڪرِي، (37)آن ڪھيانتي تہ، ’جي تُون يھُوديان رو راجا اَھين، تو آپ نا ڪِي ڪو تو بچائين؟‘ (38)يِسُوع ري مٿلي پاسي ھيڪ پَٽِي لگل ھتِي جِڪي تي لِکيَل ھتو تہ، ’اي يھُوديان رو راجا اَھي.‘

(39)جِڪو ڏوھارِي يِسُوع پيڙا ٽنگيَل ھتا، اُوئان مان ھيڪ جڻو ميھڻو ڏي ڪھڻ لگو تہ، ’تُون تہ اِيشوَر رو چُندبَل مسِيح اَھين. تو پيچي اَسان آن آپ نا ڪِي ڪو تو بچائين؟‘

(40)اِيئي تي بِيجي ڏوھارِي اُوئي نا دڙڪو ڏي ڪھيو تہ، ’ڪِي

تُون اِيشوَر سين پڻ ڪو تو ٻِيهاجين؟ جڏهين ته تِنا پڻ ساڳِي سزا جُڙيَل اَهي. ④①آپان نا ته حقِي واجبِي سزا جُڙِي اَهي، ڪِي ته جِڪو آپان ڏوهه ڪريا اَهين، اُوئان رو بدلو آپان نا جُڙي پيو. پڻ اِيئي ته ڪوئِي ڏوهه ڪو ڪريو اَهي.' ④②پڇي اُوئي ڪهيو ته، 'اي يِسُوع، جڏهين اَوهِين راجا تي آئو، تڏهين مِنا ياد ڪريا.'

④③تڏهين يِسُوع اُوئي نا ڪهيو ته، 'هُون تِنا سچ تو سنيڙائُون ته اَج ئي تُون مين پيڙو آڪاس ۾ هوئِيس.'

## يِسُوع رو موت

(متِي 27:45-56، مرقس 15:33-41، لُوقا 23:44-49، يُوحنا 19:28-30)

④④-④⑤هي ڏِينهه زا اَٽڪل ٻارهي ٿيا تا ته ڏِينهه رِي روشنِي ختم تي گئِي آن تِنهان بجان تائِين سجي مُلڪ ۾ اَنڌارو تي گيو. تڏهين وڏِي مندر رِي پَوِيتر جگها ۾ جِڪو پڙدو هتو، او بِيان ٽُڪران ۾ ڦاٽي گيو.





46 پڇي يِسُوع وڏي آواز سين رڙ ڪري ڪهيو تہ، 'اي پِتا، هُون آپرو جِيوَ تاهجي حَوالي تو ڪران.' اِين ڪهي اُوئي دم ڏِنو.

47 اُت جِڪو فوجِي آفِيسر هتو، او اي سجين واتين ڏيکي اِيشوَر رِي واکاڻ ڪري ڪهڻ لگو تہ، 'سچئين اي هيڪ نيڪ ماڙهُو هتو.'

48 پڇي جِڪو گهڻا ماڙهُو اي واقعو جوڻ سارُون آئي ڀيڙا ٿيا تا، جڏهين اُوئان اي واتين ڏِنين، تڏهين سجا ئي آپرين ڇاتين ڪُٽتا ڪُٽتا پڇا گيا. 49 پڻ او سجا ئي ماڙهُو جِڪو يِسُوع نا اوڙکتا، آن جِڪو ڏوسين گلِيل صُوبي سين اُوئي ڀيڙين آئين تين، اُوئان آرَگا ڀِيڇي اي سجين واتين جوئين پي.

## يِسُوع نا دفن ڪرڻ

(متِي 27:57–61، مرقس 15:42–47، لُوقا 23:50–56، يُوحنا 19:38–42)

(50)هيڪ يُوسف نان رو ماڙهُو هتو. او ڏرمِي پنچائِت رو ميمبر هتو. او سُنو آن نيڪ ماڙهُو هتو، (51)آن جِڪو فيصلو آن ڪم پنچائِت ڪريو تو، اُوئي تي او خُوش ڪو هتو. او اَگي يهُوديان ري شهر اَرمتِيا رو هتو، آن اِيشوَر ري راج رِي واٹ پي جويانتي.

(52)اُوئي پِيلاطُس وٹ جائي يِسُوع رو لاش منگيو. (53)پڇي اُوئي لاش نا سُولِي تا هيٺو اُتارائي اُوئي نا قِيمتِي سوتِي ڪفڻ ۾ ويڙهي هيڪِي قبر ۾ رکيانتي، جِڪو جبل ۾ ڪوتريَل هتِي. اُوئي قبر ۾ اَگي ڪوئِي لاش رکيَل ڪو هتو.



54 او تَيارِي رو ڏِينھ* جمعو هتو، آن پَوِيتر ڏِينھ شرُوع ٿيڻ واڙو هتو.** 55 تڏهين او ڏوسين جِکو گلِيل صُوبي سين يِسُوع پيڙين آئين تين، او پڻ پُٺيا گئين. اُوئان قبر جوئي اِين ڏِٺو ته لاش ڪيھڙي نمُوني رکيَل اَهي. 56 پڇي اُوئان گھري جائي لاش سارُون خُوشبُو واڙين شئين آن عنطر تَيار ڪريو. پڇي پَوِيتر ڏِينھ تي اِيشوَر ري حُڪم موجب اُوئان آرام ڪريو.

# يِسُوع رو جِيتو ٿي اُٺڻ، درشن ڏِيڻ، آن آڪاس تي ڪجي جاڻ

## يِسُوع رو موت سين جِيتو ٿي اُٺڻ

(متِي 28:1–10، مرقس 16:1–8، لُوقا 24:1–12، يُوحنا 20:1–10)

24 1 پڇي آچر ري ڏِينھ سوجھاڪي رو او ڏوسين آپرين خُوشبُو واڙين شئين ڪٽي قبر تي آئين، جِکو اُوئان اَگ ۾ تَيار ڪري رکين تين. 2 او آئي جوئين ته جِکو وڏو پٿر قبر ري مُونھ آڏو ڏِنل هتو، او پرهو گڙگڙايو پيو اَهي. 3 پڇي جڏهين او قبر مھِين گئين، تڏهين جوئين ته پريُو يِسُوع رو لاش ته اَهي ئي ڪونھِي. 4 اَجان او اِيئي وات تي وائڙين ٿي پيٽين تين ته چمڪدار گيان سين ڀه ماڙهُو اُوئان وٽ آئي پيٽا. 5 اِيئي تي او گھٽين بِيھاجڻ لڳين، آن هيٺين نِمي گئين. اُوئان ماڙهُوئان ڪھيو ته،

* يھُودِي قوم واڙان رو پَوِيتر ڏِينھ ڇنڇر هتو، جِکي ڏِينھ تي شاستر ري جِين اُوئان نا ڪوئِي بِنا ضرُورت واڙو ڪم ڪو ڪرٽو هتو. تو اُوئِي سين اَگلي جِمعي ري ڏِينھ او ايھڙا سجا ئي ڪم پَوِيتر ڏِينھ رِي تَيارِي سارُون ڪرتا. اِيئي ڪري او جِمعي ري ڏِينھ نا تَيارِي رو ڏِينھ پڻ ڪھتا.

** يھُوديان سارُون ڏِينھ شام رو ڇھ بجي بدلتو.



'جِڪو جيتو آهي، اُوئي نا اَوهِين مُئلان ۾ ڪِي تين جوئو؟ ⑥او اِت ڪو آهي، پڻ جِيتو تي اُٺي گيو آهي. ياد ڪرو تہ جڏهين او اَجان گلِيل صُوبي ۾ هتو، تڏهين اُوئي اَوهان نا ڪهيو تو تہ ⑦اِين تيڻ ڪپي تہ مُنش پُتر نا پاپيان ري حَوالي ڪريو جائي، آن سُولِي تي چاڙهي ماريو جائي، پڇي تِيجي ڏِينهہ وڙي جِيتو تي اُٺي.'

⑧تڏهين ڏوسيان نا يِسُوع را ٻول ياد آيا، ⑨آن قبر سين پڇين آئي اُوئان اي واتين اِگياران چُنديَل چيلان آن ٻِيجان سجان نا جائي سنيڙائين. ⑩جِڪان ڏوسيان چُنديَل چيلان نا اي واتين سنيڙائين پي، او مريَم مگدلِينِي، يُوئانہ آن يعقُوب رِي ما مريَم هتين. اُوئان پيڙين ٻِيجين ڏوسين پڻ هتين. ⑪پڻ چيلان نا اي واتين اَجائين لڳين، آن اُوئان اِعتبار ڪو ڪريو.

⑫پڻ پَطرس اُٺي قبر سمهون ڊوڙيو. اُٺ جائي اُوئي نِنگڙي جويو

تہ رُگو کفڻ پيو اَهي. پڇي جِڪِين ٿيو تو، اُوئي تي حيرانَ ٿيتو گهري گيو.

## يِسُوع رو بِيان چيلان نا واٽ مِ درشن ڏينڻ

(مرقس 16:12-13، لُوقا 24:13-35)

⑬اُوئي ساگِي ڏِينهہ يِسُوع ري چيلان مان بہ جڻا اَمائُوس گان سمهاڻ گيا پي، جِڪو يرُوشلم شهر سين اَٽڪل چار گائُو اَڙگو هتو. ⑭او سجان ٿيل واقعان ري باري مِ واتين ڪرتا پي گيا.

⑮جڏهين او آپت مِ اِين واتين ڪرتا پي گيا، تڏهين ڪِي ٿيو تہ يِسُوع آپ آئي اُوئان پيڙو هلڻ لگو. ⑯پڻ اُوئان مِ يِسُوع نا اوڙکڻ رِي سمجھ ڪو آئِي. ⑰تڏهين يِسُوع اُوئان نا پُڇيو تہ، 'اَوهِين آپت مِ کيهڙين واتين ڪرتا پيا جائو؟' اِيئي تي او مُونهہ اُتاري پِيچي رهيا.

⑱اُوئان مان هيڪي رو نان ڪلِيئُوپاس هتو. اُوئي کهيو تہ، 'ڪِي يرُوشلم مِ آيَل ماڙهُوئان مان اَوهِين هيڪ ئيج اَهو جِڪي نا اي خبر ڪو اَهي تہ اِيئان ڏِينهان مِ اُٿ ڪِي ٿيو اَهي؟'



⑲تڎهين يِسُوع کهيو ته، ’ڪِي تيو اَهي؟‘

تو اُوئان کهيو ته، ’ناصرت شهر واڙي يِسُوع رو واقعو، جِڪو هيڪ اِيشوَر رو نياپو ڎيڻ واڙو هتو، آن اِيشوَر آن سجان ماڙهُوئان ري نظر ۾ آپري وچن آن ڪم ۾ طاقت واڙو هتو. ⑳آپڻي وڎان پُوجاريان آن اَگواڻان اُوئي نا موت رِي سزا ڎيڻ سارُون جهلايو، آن اُوئي نا سُولِي تي چاڙهائي مارائي چڎيو. ㉑پڻ اَسان نا اي اُميد هتِي ته اي او رو او اَهي جِڪو اِسرائيلِي قوم نا ازاد ڪرسي. بِيجو ڪِي اَهي ته اِيئان واتيان نا اَج تِيجو ڎِينهه تيو اَهي.

㉒اُوئي سَوا اَسان مان ڪينهڪ ڎوسيان اَسان نا عجب ۾ گهتي چڎيا. او سوجهاڪي رين قبر تي گئين تين، ㉓پڻ اُوئان اُٿ يِسُوع رو لاش ڪو ڎِٺو. اُوئان وڙي آئي سنيڙايو ته اَسان نا فرِشتان درشن ڎي کهيو اَهي ته، ’يِسُوع جِيتو اَهي.‘ ㉔پڇي اَسان مان ڪينهڪ ماڙهُو قبر تي گيا، آن اُوئان اِين ئيج ڎِٺو جِين ڎوسيان کهيو تو. پڻ اُوئان يِسُوع آپ نا ڪو ڎِٺو.‘

㉕تڎهين يِسُوع اُوئان نا کهيو ته، ’اي بي وقُوفان، اَوهِين اِيشوَر رو نياپو ڎيڻ واڙان ري سجيان واتيان تي ويساهه ڪرڻ ۾ ڪي ري ڪري دير لگائو تا؟‘ ㉖اي بِلڪُل ضرُورِي هتو ته اِيشوَر رو چُنديَل مسِيح اِين ڎُک سهي مري، آن پڇي آڪاس ۾ جائي آپرو مانَ لي.‘ ㉗پڇي يِسُوع اُوئان نا مُوسيٰ ري شاستر آن بِيجان اِيشوَر رو نياپو ڎيڻ واڙان ري ڪِتابان سين لي سجان پَوِيتر شاستران ۾ آپري باري ۾ لِکيَل واتين سمجهائين.

㉘جڎهين او اُوئي گان نا نيڙا آيا جِٿ چيلا گيا پي، تڎهين يِسُوع اِين هلڻ لگو جِين اُوئي نا اَجان اَگهو جاڻو هوئي. ㉙پڻ اُوئان زور پري کهيو ته، ’اَسان وٽ تِکي پئو، ڪِي ته هي شام تي گئِي اَهي،

آن ڏِينھ آنتوڻ واڙو اَھي.' تڏھين او اُوئان وٹ تِڪڻ سارُون اُوئان ري گھري گيو.

30 پڇي يِسُوع جڏھين اُوئان پيڙو روٽِي کاڻ بيٹو، تڏھين روٽِي کٹي اِيشوَر را ٿورا مڃيانتي آن پڇي روٽِي جھوري اُوئان نا وِرھائي ڏيڻ لگو. 31 اِيئي تي اُوئان نا ايھڙِي سمجھ آئي گئِي، جو يِسُوع نا اوڙکي گيا. پڻ او اُوئان ري اَنکيان سين اَلوپ ٿي گيو. 32 تڏھين او ھيڪي بِيجي نا ڪھڻ لگا تہ، 'واٹ ۾ جڏھين او آپان سين بوليو پي، آن پَوِيتر شاستر رين واتين پي سمجھايانتي، تڏھين آپٹِي دِل ۾ ڪِتِي ئي خُوشِي ٿئِي پي.'

33 اُوئي ئيج ٹاٹي او اُٹي پڇا يرُوشلم آيا. اُٹ آئي اُوئان ڏِٹو تہ اِگياري چُندیَل چيلا آن بِيجا ماڑھُو بيڙا ٿي 34 اِين بيا ڪھين تہ، 'پرڀُو يِسُوع سچ پچ جِيتو ٿي اُٹيو اَھي، آن اُوئي شمعُونَ نا درشن ڏِٹو اَھي.'

35 تڏھين اِيئان بِيان جڻان اُوئان نا سجا سماچار ڏِنا تہ واٹ ۾ ڪِي ٿيو، آن بِيجو تہ روٽِي جھورڻ ري ٹاٹي اَسان يِسُوع نا اوڙکي ليو.

## يِسُوع رو يرُوشلم شھر ۾ آپري چيلان نا درشن ڏيڻ

(مرقس 14:16، لُوقا 24:36–43، يُوحنا 20:19–23)

36 اَجان اُوئان اي واتين پي ڪرين، تہ يِسُوع آپ اُوئان ري وِچ ۾ آئي بيٹو، آن ڪھيانتي تہ، 'اَوھِين سُکِي رھو.' 37 اِيئي تي او تمام گھٹا بِيھاجڻ لگا، آن اِين سمجھيانتي تہ ڪو بُوت بيا ڏيکان.

38 تڏھين يِسُوع اُوئان نا ڪھيو تہ، 'وائڙا ڪِي ٿِيا اَھو؟ اَوھِين آپري دِل ۾ شڪ ڪِي تا ڪرو؟ 39 مانھجا ھٹ جوئو، مانھجا پگ جوئو، تہ ھُون او ئيج اَھان. مِنا ھٹ لگائي جوئو تہ جيھڙا ھڏا آن



مانس مين ۾ اَهين، ايھڙا پُوت ۾ ڪو تا هوئين.' ⑩اِين ڪهي اُوئي آپرا هٿ پڳ اُوئان نا ڏيکاڙيا.

⑪او خُوش ٿيا، توئي پڻ اَجان اِعتبار ڪو تي ڪريو، آن حيرانَ هتا. اِيئي ڪري يِسُوع اُوئان نا پُڇيو تہ، 'اَوهان وٹ ڪاڻ سارُون ڪِينھ اَهي؟' ⑫تڏهين اُوئان يُونجيَل مڇِي رو ٹُڪرو آٹي ڏِنو، ⑬جِڪو يِسُوع لي اُوئان ري رُوبرُو ڪاڌو.

## يِسُوع رو آپري چيلان نا پڇاڙِي واڙين واتين سنيڙاڻ، آن پڇي آڪاس تي ڪجي جاڻ

(مرقس 16:19-20، لُوقا 24:44-53، خاص چيلان را ڪم 1:4-11)

⑭پڇي يِسُوع اُوئان نا ڪهيو تہ، 'جڏهين هُون اَجان اَوهان ڀيڙو هتو، تڏهين مين اَوهان نا اي سنيڙايو تو تہ مانهجي باري ۾ لِکيَل

اي سجين واتين ضرُور پُورين ٿيسين، جِڪو مُوسيٰ ري شاستر، اِيشوَر ري ڀيجان نياپو ڏيڻ واڙان ري ڪِتابان آن يُجنان ري ڪِتاب زبُور ۾ لِڪيَل اَهين.'

45 پڇي يِسُوع اُوئان را دِماغ کوليا، تہ جِين او شاستر رين واتين سمجهي سگهين، 46 آن اُوئان نا کهيانتي تہ، 'شاستر ۾ لِکيَل اَهي تہ اِيشوَر رو چُنديَل مسِيح ڏُک سهي مرسي آن تِيجي ڏِينهہ مُئلان مان جِيتو ٿي اُٿسي، 47 ڀيجو تہ يرُوشلم شهر سين لي سجيان قومان نا اي سنيڙايو جائي تہ، 'يِسُوع ري نان ۾ آپري پاپان سين تويان ڪرو، تو اَوهان نا پاپان رِي معافِي جُڙسي.' 48 اَوهِين اِيئان واتيان را شاهِد اَهو. 49 آن سنيڙو. جِڪي ري باري مانهجي پِتا واعِدو ڪريو اَهي، او اَوهان نا هُون ميلهِيس. پڻ جِتِي تائِين اَوهان نا آڪاس سين طاقت نہ جُڙي، اُتِي تائِين اِيئي شهر ۾ رهو.'

50 اُوئي سين پڇي يِسُوع اُوئان نا شهر سين ٻاهر بيت عنياه گان نا نيڙا تيڙي گيو، آن اُت آپرا هٿ اُونچا ڪٽي اُوئان نا آسِيس ڏِنانتي. 51 جڏهين اُوئي آسِيس ڏِنِي پي، تڏهين ڪِي ٿيو تہ او اُوئان سين ڌار ٿي آڪاس مٿي ڪجي گيو.

52 پڇي اُوئان گوڏا ڪوئي سِيس نِمائِي، آن خُوشِي سين پرجي پڇا يرُوشلم شهر آيا. 53 پڇي اُٿ او هميشہ وڏي مندر ۾ اِيشوَر رِي واکاڻ ڪرتا رهيا.